ٻارانو ادب

سنڌ جا سپوت

# پير حسام الدين شاهه راشدي

فهميده حسين



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ٻاراڻو ادب

سنڌ جا سپوت

# پير حسام الدين شاهه راشدي

فهميده حسين



سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو

ڇپائيندڙ: سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو
(حق ۽ واسطا محفوظ)
ڇاپو پهريون ١٩٩٠
تعداد ٥٠٠٠
قيمت ٥-٠٠ رپيا

**Personalities of Sindh**
Published by : Department of Culture and Tourism
Government of Sind
Printed by : Azad Communications Karachi.

هي ڪتاب مهتاب اڪبر راشدي سيڪريٽري، سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي پاران پڌرو ڪيو ۽ آفتاب ابڙي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر ڪلچر (پبليڪيشنس) جي نگرانيءَ هيٺ آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي ڇپيو.

ملڻ جو هنڌ
ڊائريڪٽوريٽ آف ڪلچر (پبليڪيشنس)
جناح ڪورٽس، ڊاڪٽر ضياالدين احمد روڊ ڪراچي.
فون - 513334

# پيش لفظ

هن وقت تائين ٻاراڻي ادب تي ايترو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي، جيترو ڏيڻ کپندو هو. ٻاراڻو ادب قومي جاڳرتا ۾ بنيادي حيثيت رکي ٿو. اها هڪ ميچيل حقيقت آهي تہ ٻاراڻي عمر ۾ ڪنهن شيءِ کي قبول ڪرڻ جي صلاحيت، وڏي عمر وارن جي ڀيٽ ۾ گهڻي هوندي آهي. ان عمر ۾ ئي ٻارن جي پيڙهہ پختي ٿيندي آهي.

ٻاراڻي ادب جي کوٽ کي محسوس ڪندي، اسان ٻارن جي تعليمي ۽ ذهني اوسر لاءِ دلچسپ، اصلاحي، مفيد، معلوماتي، تاريخي ۽ ديني ڪتابن شايع ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي.

معلومات ۽ وندر وارن ڪتابن سان گڏ، اسان جي اها پڻ ڪوشش آهي تہ ٻارن کي پنهنجن عظيم سپوتن ۽ انهن جي ڪارنامن کان واقف ڪريون تہ جيئن هو اخلاق ۽ ڪردار جي پختگي طرف گامزن ٿي، مستقبل ۾ ڪاميابيون ماڻي سگهن.

ڪتاب، انسان جو بهترين دوست آهي، جيڪو انکي سنئين راهہ تي وٺي وڃي ٿو۽ منجهس اخلاق، سچائي، بهادري ۽ بُري ڀلي سمجهہ پيدا ڪري ٿو. ٻارن لاءِ ڪتابن جو اهو تحفو ڏيندي سنڌ ثقافت کاتو گهڻي خوشي محسوس ڪري ٿو. اميد اٿئون تہ اسان جي هيءَ نماڻي ڪوشش توهان وٽ قبول پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# پير حسام الدين شاهه راشدي

## ابتدا

سونهن ۽ سرهاڻ ڀري سنڌ ڌرتيءَ جي سيني تي موهن جي دڙي واري دور کان وٺي هيل تائين سوين سورهيه سياڻا، علم جا اڪابر، مفڪر، فنڪار ۽ پيار جو پورهيو ڪندڙ پيدا ٿيندا رهيا آهن. ويجهي ماضيءَ ۾ هن صديءَ جي شروعات ۾، هن ۾ هڪ اهڙي هستيءَ جنم ورتو، جنهن پنهنجي حياتيءَ جو هڪ هڪ پل ڌرتيءَ جي امانت سمجهي سجايو ڪيو ۽ سنڌس عظمت جي ساکي گهڙين جا گمشده ورق ڳولهي ڦولهي تحقيق ۽ کوجنا ڪري انهن مان هڪ سلسليوار تاريخ جوڙي سنڌين کي ڏني ته جيئن اهي پاڻ سڃاڻي سگهن. نه صرف اهو پر هن، سموري هندي اپکنڊ جي تاريخ ته ڇا پوري مشرق جي ماضيءَ بابت چند ڇاڻ ڪري پاڻ کي مشرقي علمن جو ماهر، محقق ۽ مؤرخ ميڙايو... اهو عالم اديب، داناءُ دانشور، مهان مؤرخ پير سيد حسام الدين شاهه راشدي هو.

## جنم ۽ ننڍ پڻ:

پير حسام الدين راشديءَ جو جنم ويهين (٢٠) سيپٽمبر ١٩١١ع تي سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ سان لڳ نصرت اسٽيشن جي "ٻهمڻ" نالي ڳوٺ ۾ ٿيو، جيڪو لاڙڪاڻي ضلعي جي رتي ديري تعلقي ۾ آهي. سندس والدجو نالو سيد محمد حامد شاه هو ۽ سندس ڏاڏي جو نالو سيد پير شاه هو، جنهن جو حسب نسب پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ سان ملي ٿو، جيڪو پاڻ به هڪ اعليٰ انسان ۽ شاعر هو. ننڍڙي هوندي پير حسام الدين کي پيار مان ڏنل شاه جي نالي سان به سڏيندا هئا. سندس بزرگن جو خانداني ڌنڌو زميندار ي هو. عام طرح سان پيري مريدي، وڏيرڪي ماحول، ڳوٺاڻي زندگي ۽ چوڌاري جهالت جي ماحول ۽ واندڪائي ۾ وقت گذاريندڙ طبقي جي ڪنهن فرد جو علم ادب ۾ ايترو نالو ڪڍڻ جهڙو ڪر ناممڪن ٿو لڳي، پر ڏٺو وڃي ته نه صرف پير حسام الدين پاڻ پر سندس وڏي ڀاءُ پير علي محمد راشديءَ پڻ چڱو نالو ڪڍيو ۽ پاڻ ميڙايو. ان جو هڪ سبب ته اهو هو جو سندن سمورو خاندان ۽ خاص ڪري سندن ڏاڏو علم دوست ۽ عالم دوست انسان هو. ٻيو ته سندن والده به وڏي داناءَ ۽ دورانديش عورت هئي. جيتوڻيڪ پاڻ پڙهيل لکيل

ڪانہ هئي، پر زماني جي تجربي جي ڪري علم جي اهميت کان واقف هئي ۽ ڪيس ٻارن جي تربيت ڪرڻ جو ڏانءُ هو. پنهنجن پٽن کي علم ڏانهن راغب ڪرڻ لاءِ ۽ زندگيءَ ۾ ڪو چڱو ڪم ڪرڻ لاءِ ڪين چوندي هئي تہ "پٽ! زمانو ڦرڻ وارو آهي، وڏيرپ ۽ پيري جٽاءُ نہ ڪندي، جيڪڏهن علم حاصل ڪندؤ ۽ پنهنجن پيرن تي بيهندؤ تہ ڪي ڪري سگهندؤ، ڪي ٿي سگهندؤ نہ تہ ڌڪا پيا کائيندؤ!"

ان زماني ۾، ڪنهن پيراڻي ٻار جي اسڪول يا ڪاليج ۾ وڃي پڙهڻ جو رواج ڪونہ هو، ان ڪري ٻنهي ٻارن کي خانگي طرح مختلف استادن تي اچي سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم ڏيندا هئا. ڏينهن ۾ ڪنهن وقت گهوڙيءَ تي چڙهي ٻئي ڀائر نصرت ريلوي اسٽيشن جي بابوءَ وٽ انگريزي سکڻ ويندا هئا، پر ڪجھ وقت ڪانپوءِ اهو سلسلو ختم ٿي ويو. وڏو ڀاءُ تہ چڱو پڙهي ويو، پر ننڍو ڇڻ تہ پوئتي رهجي ويو. پير حسام الدين کي گهڻو موقعو ڪونہ مليو ۽ هو پڙهڻ کان پري ٿي ويو. وڏي ڀاءُ کي ڪتابن رسالن ۽ اخبارن پڙهڻ ۽ گڏ ڪرڻ جو شوق هوندو هو. هو پنهنجن ڪتابن کي جلد ٻڌرائي، سنڀالي رکندو هو ۽ ڪنهن کي بہ هٿ لائڻ ڪونہ ڏيندو هو. ١٩٢٣ع ڌاري جڏهن حسام الدين اچا ٻارنهن

سالن جو مس هو ۽ تعليم جو سلسلو ٽٽڻ ڪري، هر وقت راند روند ڪرڻ ۽ ڳوٺ جي ٻين ٻارن سان اجايو گهمڻ ۾ لڳو پيو هوندو هو، تڏهن هڪ ڏينهن ڇا ٿيو، جو هو پنهنجي وڏي ڀاءُ جي ڪمري ۾ ويجي سندس ڪتاب ڪڍي، انهن کي اٿلائڻ پٿلائڻ ۾ لڳو پيو هو تہ اوچتو ڪمري ۾ سندس وڏو ڀاءُ اچي ويو. هنکي پنهنجن ڪتابن سان ڪؤنس ڪندو ڏسي دڙڪا ڏيئي چيائينس تہ "اڙي ڇٽ، تون منهنجي ڪتابن کي هٿ نہ لاءِ تون تہ جاهل آهين، هنن ڪتابن کي ڏسي ڇا ڪندين."

ان وقت جي ننڍڙي حسام الدين کي اهو ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ روئڻ هارڪو ٿي چيائين "آءٌ ڇٽ آهيان؟ چڱو ادا، هاڻ ويٺو ڏسجانءِ." ۽ اتان ويندي مهل دل ۾ اهو فيصلو ڪري ڇڏيائين تہ هو نہ صرف گهٽي ۾ گهٽو پڙهندو، پر علم ۾ پنهنجو نالو روشن ڪندو... ۽ پوءِ سچ تہ هن پنهنجي دل ۾ ڪيل انهيءَ فيصلي تي عمل ڪرڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي بلڪل بدلائي ڇڏيو. هن ڳوٺ جي ٻارن سان گهمڻ ڦرڻ بلڪل ڇڏي ڏنو، رانديون روندڻيون ختم ڪري ڇڏيون ۽ اجايو وقت وڃائڻ بدران پنهنجو پاڻ کي ڪتابن پڙهڻ ۾ مشغول ڪري ڇڏيو، تعليم جو سلسلو باقاعدي استاد سان تہ ٻيهر جاري ڪونہ ٿي سگهيس، پر هن پنهنجي علم جي اڃ اجهائڻ لاءِ پڙهيل لکيل ۽

عالم ماڻهن جي صحبت ۾ وقت گذارڻ شروع ڪيو. پنهنجي ڏاڏي وٽ ايندڙ اهڙن ماڻهن سان گفتگو ڪري، ڪانئن ڪجھ نہ ڪجھ پرائڻ جي ڪوشش ڪندو هو، جيڪي پنهنجي وقت جا عالم هوندا هئا يا علم دوست هوندا هئا. اهڙو جيڪو بہ ماڻهو ملندو هئس، جنهن مان چاڻ ملڻ جي اميد هوندي هئس تہ ان سان ڳالھ ٻولھ ڪري ڪانئس ڪا چڱي ڳالھ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. گهر ۾ سڄو ڏينهن تہ ويٺو پڙهندو هو، پر راتين جو ٻي ٽين بجي تائين بہ لالٽين جي روشنيءَ ۾ ويٺو پڙهندو هو. تنهن زماني ۾ سنڌ ۾ ابا بجلي بہ ڪانہ آئي هئي. پڪا نہ هئڻ جي باوجود هاڙھ جي سخت گرمين ۽ گهٽ ۾، مڇرن جي يلغار ۾ هنکي لاڳيتو پڙهندو ڏسي، سندس ماءُ کي مٽس ڏاڍو قياس ۽ پيار ايندو هو. پوءِ هوءَ بہ ساڻس گڏ اچي ويهندي هئي ۽ اوستائين ويٺي ويٺي هٿندي هئس، جيستائين هو پڙهي پڙهي ٿڪجي سمهي نہ رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ هوءَ سڄي رات ساڻس گڏ ويهي گذاريندي هئي.

پير حسام الدين ڏاڍو ڀاڳ وارو هو جو کيس اهڙي علم سان پيار ڪندڙ ۽ ان جو قدر ڪندڙ ماءُ ملي هئي ۽ اها ماءُ بہ ڪيڏي نہ سياڻي چئبي، جنهن کي اهڙو ڏاهو ۽ سدورو پٽ هجي. ننڍي هوندي هنکي سندس پاءُ هميشہ سخت نظم ضبط جو تاڪيد

ڪندو هو. ان ڪري پوءِ جي زندگيءَ ۾ هو ڏاڍو مائيٽو، حساس، سلجهيل ۽ منظم طريقي سان رهڻ جو عادي ٿي ويو. ٻارنهن ٽيرنهن سالن جي عمر کان ئي هر ڪنهن جو ادب ڪرڻ، دل، دماغ ۽ زبان تي ضابطو سندس عادت بڻجي ويا هئا. پڙهڻ لکڻ کانسواءِ ٻين شوقن ۾ سٺو کائڻ ۽ سٺو پائڻ پسند ڪندو هو. پاڻ تمام صفائي پسند ۽ خوش لباس هوندو هو. پنهنجي طبيعت جي نرمي، خلوص ۽ حليمائيءَ جي ڪري سندس دوستن جو دائرو تمام وڏو هئڻ گهرجي ها، پر چاڪاڻ ته ڪيس صرف علم ۽ فهم وارا ماڻهو وڻندا هئا، ان ڪري سندس ويجها ۽ گهاٽا دوست تمام ٿورا هئا. البت ڪو دشمن ڪونه هيس. سندس گفتگوءَ ۾ مٺاج ۽ طبيعت جي نوڙت ڪنهن کي سندس دشمن بڻجڻ ڪونه ڏنو. هو ڏاڍو اخلاق وارو، طبيعت جو ٿڌو، درگزر جو عادي، محبتي ۽ مٺو ماڻهو هو، ان ڪري پڇاڙي عمر تائين سنڌ جا علم دوست ماڻهو وڏي عقيدت ۽ مان مرحبا سان سندس آجيان ڪندا هئا يا وٽس حاضري ڀريندا هئا.

سندس علمي وسعت ۽ شهرت جا پنهنجا توڙي پرايا سڀ معترف هئا، سڀ ڪيس ساراهيندا هئا. خاص ڪري مشرقي علمن جا ڄاڻو، ان سبب سندس گهڻي عزت ڪندا هئا. حيرت

جي ڳالھ اھا آھي تہ جيتوڻيڪ ننڍپڻ ۾ سندس باقاعدي تعليم جو ڪو بندوبست ڪونہ ٿيو ھو ۽ نہ ئي ڪنھن استاد جو سندس تربيت ۾ ڪو عمل دخل رھيو، پر تڏھن بہ ھن پنھنجي ھمت، اورچائيءَ ۽ محنت سان نہ صرف علم پرايو، پر صحافت، ادب ۽ تاريخ جي ميدانن ۾ نمايان ڪم ڪيو ۽ سنڌ، ھند ۽ سموري اوير جي چوٽيءَ جي عالمن ۽ مؤرخن ۾ پنھنجو نالو شامل ڪرايو. ايتريقدر جو ملڪ اندر توڙي ملڪ کان ٻاھر سندس علمي مرتبي جي ميڃتا ٿي ۽ سنڌ، پاڪستان، افغانستان ۽ ايران بابت قومي ۽ بين الاقوامي مذاڪرن، سيمينارن يا ڪانفرنسن ۾ سندس حيثيت مٿانھين ھوندي ھئي ۽ ھو دنيا جي چوٽيءَ جي عالمن ۽ تاريخدانن جي صف ۾ وھاريو ويندو ھو. اھو سڀ ڪجھ تڏھن ممڪن ٿي سگھيو ھو، جڏھن ھن ننڍپڻ کان ئي علم جي اھميت کي سمجھي ورتو ھو.

ننڍپڻ ۾ پير حسام الدين جو ڏاڏو پنھنجي گھر ۾ گھڻيون ئي اخبارون گھرائيندو ھو، جيڪي پير علي محمد راشدي ۽ پير حسام الدين راشدي کيس پڙھي ٻڌائيندا ھئا. سندس ڏاڏي جو چوڻ ھو تہ "اخبارون پڙھڻ جي ڪري ماڻھوءَ جو دماغ کلي ٿو، پاڻ لکڻ پڙھڻ سکي ٿو، وڏين ڳالھين ۾ دلچسپي پيدا ٿئي ٿي ۽ ديس ۾ جيڪي وھي واپري ٿو، ان کان باخبر رھي

ٿو.“ واقعي ڪيڏي نہ اها سچي ڳالھ هئي، جيڪا اڄ کان هڪ صدي اڳ جي هڪ ماڻهوءَ پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي مان چئي هئي.

اخبارن سان اها دلچسپي پير حسام الدين آخر تائين قائم رکي. هن محنت مشقت کان ڪڏهن بہ ڪونہ ڪيٻايو. هن ۾ شروع کان ئي اپياس، تجسس ۽ تحقيق جو مادو موجود هو ۽ پنهنجي پڙهڻ جي عادت جي ڪري ننڍي عمر کان ئي بردبار ۽ سمجهدار ٿي ويو هو، نہ تہ جنهن طبقي سان سندس تعلق هو، ان جا ٻار اجائي وندر ۾ وقت وڃائڻ، عيش عشرت ۽ اجاين مشغولين ۾ فخر پيا محسوس ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڪڙ ويڙهائيندا هئا تہ ڪڏهن سوئرن ۽ ڪتن جي ويڙهہ ڏسڻ لاءِ سيڙجي ويندا هئا. اهڙي وڏيرڪي ماحول ۾ رهندي بہ هو انهن ڳالهين جو عادي ڪونہ ٿيو، بلڪ انهن کي ناپسند ڪندو هو. وڏي هوندي پنهنجي ان نفرت جو اظهار پنهنجن ڪتابن ۾ ڪيائين ۽ پيرن ۽ وڏيرن جي اهڙين مشغولين تي تمام گهڻي تنقيد ڪيائين.

## صحافت:

پيرحسام الدين عملي زندگيءَ جي شروعات تمام ننڍي عمر ۾ ڪئي، عملي صحافت جي دنيا ۾ ان زماني ۾ پير پاتائين،

جڏهن ايجا تيرنهن چوڏنهن سالن جو مس هو. سندس وڏي ڀاءُ
پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڳوٺ مان "الراشد" نالي هڪ
ماهنامو رسالو ڪڍڻ شروع ڪيو. ان جي آفيس جو سمورو
ڪم ڪار سنڀالڻ لڳو؛ جنهن ۾ خرچ پکي جو حساب
ڪتاب رکڻ، خريدارن جون لسٽون ٺاهڻ، بنڊل ٺاهي ٽپال
۾ موڪلڻ جا ڪم شامل هئا. ساڳئي دور ۾ اٽڪل ١٩٢٦ع
ڌاري "جاڳڻ"نالي اخبار جي نمائيندي طور بہ ڪم ڪيائين. ان
کانپوءِ ١٩٢٩ع ۾ هڪ ماهوار رسالي "المنار" جو ڪجھ وقت
ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. ان ئي زماني ۾ هڪ ماهوار اخبار "پيغام"
جو نامہ نگار پڻ هو. ٽن ڏينهن ۾ سکر مان خانبهادر محمد
ايوب کهڙو هڪ اخبار "سنڌ زميندار" نالي ڪڍندو هو، کهڙي
صاحب پير علي محمد راشديءَ کي ان جو ايڊيٽر ٿيڻ جي آڇ
ڪئي. هي ٻئي ڀائر سکر گڏجي آيا ۽ اچي ان اخبار جو ڪم
سنڀاليائون. سال ڪن کانپوءِ ١٩٣٠ع ڌاري پير حسام الدين
کي ان جو باقاعده اسسٽنٽ ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. اهو زمانو
هو جڏهن سنڌ ۾ صحافت جي ابتدا کي ايجا ٿورو ئي وقت ٿيو
هو. هتي مسلمانن جي پهرين اخبار "الحق" نڪتي هئي، جيڪا
پهرين حيدرآباد مان انگريزيءَ ۾ ۽ پوءِ سکر مان سنڌيءَ ۾
نڪتي. ان جي بند ٿيڻ کانپوءِ ڪراچيءَ مان "الوحيد"

١٩٢١ع ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي جاري ڪئي هئي، جنهن سنڌ اندر قومي سجاڳيءَ جي زبردست تحريڪ هلائي. "الوحيد" جي مقابلي ۾ ٿي سکر مان خانبهادر محمد ايوب کهڙي اها "سنڌ زميندار" اخبار جاري ڪئي هئي. هي اهو دور هو، جڏهن گڏيل هندستان ۾ سنڌ پرڳڻو بمبئي پريزيڊنسيءَ جو ماتحت هو ۽ سنڌ ۾ ان کان ڌار ٿيڻ جي تحريڪ منظم طريقي سان شروع ٿي چڪي هئي ۽ "سنڌ زميندار" اخبار ان ڏس ۾ عام ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ ۽ عام راءِ هموار ڪرڻ لاءِ ڀرپور ڪوشش ڪئي.

١٩٣٤ع ڌاري کهڙي صاحب سان ڪن اختلافن ڪري وڏي ياءُ اها نوڪري ڇڏي ته پاڻ به ان سان گڏ واپس ڳوٺ هليو آيو. گهر ۾ ماٺ ڪري هٿ تي هٿ رکي ويهڻ وري به ڪونه پڳس ۽ وري جلدي سکر موٽي آيو. اتي پنهي ياٺرن پنهنجي اخبار ڪڍڻ جو سوچيو تمام ٿوري موڙيءَ هوندي به محض پنهنجي عزم ۽ ارادي سبب هو اها اخبار ڪجھ خير خواهن جي مدد سان ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اها اخبار هئي "ستاره سنڌ". ان اخبا . جي سڄي لکپڙهه ۽ پيو آفيس جو ڪم پاڻ ڪندو هو. باقي ٻاهريون ڪم سندس وڏو ياءُ ڪندو هو.

هن اخبار ۾ هو تمام دلچسپ مواد ڏيندو هو. ادب ۽ تاريخ کانسواءِ سماجي ۽ سياسي اهميت جي موضوعن جي چونڊ ڪئي هئائين، جن مان ڪي هي هئا:

١- نوڪر شاهي-جيڪا عوام کي پيڙهي رهي هئي.

٢- وڏيرا شاهي- جنهن غريب مسلمانن جي چيله ڀڃي ڇڏي هئي.

٣- هندو سيٺيون- جن وياجن جي وڪڙ ۾ آڻي ماڻهن جو رت ست ڪڍي ڇڏيو هو.

۴- ملان ۽ پير- جيڪي عام مسلمان جي ذهني جهالت جا ذميدار هئا.

پاڻ وڏيرو ۽ پير هئڻ جي باوجود، هن ان مسئلي تي گهڻو ڪجھ لکيو ته جيئن عام ماڻهو سجاڳ ٿين. اهو سڀڪجھ هن ان ڪري به لکيو، جو هن چاهيو ٿي ته جڏهن بمبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ ڌار ٿئي ته ان جو سماج انهن برائين کان پاڪ هجي ۽ اتان جهالت ۽ پراڻين مدي خارج روايتن کي ڪڍي سماج کي نون بنيادن تي اڏجي.

"ستاره سنڌ" جي تيز ۽ تکين لکڻين جو ۽ سخت ايڊيٽوريلن جو نتيجو اهو نڪتو جو انگريز، ڪامورا وڏيرا، هندو سيٺ، پير ۽ وقت جون ٻيون طاقتون سندن خلاف ٿي پيون ۽ ٻنهي

پائرن کي ڏاڍيون تڪليفون ڏسڻيون پيون، مٿن ڪوڙا ڪيس مڙهيا ويا. اهڙو هڪ ڪيس پورا ٽي سال لاڳيتو هليو ۽ ان ۾ خرچ کان علاوه جيتري هلاڪي ۽ ذهني پريشاني ٿي هوندي، سو سڀ ڪو سمجهي سگهي ٿو، پر تڏهن به اهڙين ڏکين حالتن ۾ به هو ثابت قدم رهيا ۽ اخبار بند ٿيڻ نہ ڏنائون ۽ پنهنجن اصولن تي آخر تائين اٽل رهيا.

ڪجهہ ئي وقت ٿيو هو جو "موهن جي دڙي" جي کوٽائي ٿي هئي. ان جي تاريخ ۽ قدامت سڄي دنيا ۾ سنڌ جو مان مٿانهون ڪري ڇڏيو. هن ئي دور ۾ ڪيترا سنڌي پڙهڻ لکڻ ڏانهن راغب ٿيا ۽ انهن سنڌ جي تاريخ تي تحقيق جو ڪم شروع ڪيو. پراڻن علمي مرڪزن مان علم جا ڀنڊار قلهوڙي علمي ذخيره ڳولي هٿ ڪيا ويا ۽ انهن تي تحقيق جو ڪم شروع ٿيو. هنن ڏينهن ۾ "سنڌ نيچرل هسٽري سوسائٽي" قائم ٿي. ان طريقي اهڙيون ڪوششون ڪيون ويون، جن سان سنڌ جي ماڻهن ۾ پنهنجي ماضي ۽ تاريخ تي فخر ڪرڻ، پنهنجي ٻوليءَ جي اهميت کان واقف ٿي، ان سان پيار ڪرڻ جو جذبو ۽ شعور پيدا ٿئي. ۽ ان ۾ ڪافي ڪاميابي ٿي.

## ادب

گهٽ ماڻهن کي خبر هوندي تہ پير حسام الدين راشدي

"فدائي" جي تخلص سان ڪجھ وقت شاعري بہ ڪئي هئي ۽ لاڙڪاڻي ۾ ٿيندڙ تاريخي مشاعرن مان ڪن ۾ پنهنجا چيل شعر بہ پڙهيا هيائين. پير حسام الدين راشدي سِنڌ جي ڪلاسيڪي انداز جي شاعري ڏوهيڙي، بيت، ڪافي ۽ وائيءَ کي گهڻو پسند ڪندو هو ۽ ان قسم جي شاعريءَ کي ئي سنڌي ماڻهن جي مزاج ۽ طبيعت مطابق ٿي ڄاڻائين. ڪيس ڪيترن ئي نالي وارن ۽ گمنام شاعرن جا ڏوهيڙا ۽ ڪافيون برزبان ياد هيون. فارسي گاڏڙ سنڌي شاعري خاص ڪري سنڌي غزل اصل ڪونہ وڻندا هيس. پاڻ پنهنجي ڪتاب "هو ڏوڻي هو ڏينهن" ۾ اهڙن شاعرن تي سخت تنقيد ڪئي اٿس.

افسانوي ادب جي سلسلي ۾ بہ هن شروعاتي دور ۾ ڪوششون ڪيون. "سنڌ زميندار" اخبار واري دور ۾ سندس ڪجھ افسانا ان ۾ ڇپيا تہ ڪجھ ٻين اخبارن ۽ رسالن ۾ پڻ، جن مان "انارڪلي" جو ذڪر اڪثر ادبي تاريخن ۾ اچي ٿو.

سنڌي ادب جي حوالي سان تحقيقي، تاريخي مقالن ۽ ڪتابن کي ڇڏيندي، جيڪو سندس ڪتاب سڀ کان وڏيڪ اهميت رکي ٿو، سو آهي سندس يادگيرين جو ڪتاب "هو ڏوڻي هو ڏينهن" هي ڪتاب پاڻ منيلا ۾ ويهي لکيو هيائين، جڏهن پاڻ دل جي تڪليف سبب علاج ۽ آرام لاءِ پنهنجي وڏي

پاءُ وٺ ويچي رهيو هو. اتي ڪيس پنهنجي هڪ پياري دوست مرحوم نياز علي نياز جي وفات جي خبر ملي. ان خبر ٻڌڻ ڪانپوءِ ان جي ذات ۽ ان دور ڪي ياد ڪندي چڻ ته پنهنجي ماضيءَ ۾ ويهي جهاتيون پاتيون اٿس. ايئن ڪرڻ سان چڻ ته سموري سنڌ جي علمي ادبي، سماجي، مذهبي ۽ سياسي تاريخ ڪي آڻي ان هڪ ڪتاب ۾ گڏ ڪيو اٿس. هيءَ هڪ قسم جي سنڌ جي هڪ دور جي سماجي ۽ ثقافتي آر سي آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ سنڌين جي روزانه زندگي، انهن جي رهڻي ڪهڻي، تهذيب ۽ ڪلچر جي عڪس ڪي ڏسي سگهجي ٿو ۽ ان ذريعي انهن جي ٻوٽي ٻوٽي جي سڀن تي پڻ روشني پوي ٿي. هن ڪتاب جي ٻولي نج، وٽندڙ ۽ سهڻي سنڌي آهي. ڪتاب جو عنوان هن بيت مان ورتل آهي.

هو ڏوٽي هو ڏينهن، هو ڏونگر هو لَڪيون
ڪنهن جنهن لڏا نينهن، جيئن پيا لهسن لُڪ ۾.

دل جي تڪليف، ديس کان دوريءَ جو احساس، پنهنجن ديس واسين کان، پنهنجن پيارن کان پري هئڻ جي پيڙا ۾ هڪ بيحد پياري دوست جي وڇڙڻ - وفات ڪرڻ جي ٻڌڻ سان چڻ ته سندس يادن جي چٽل ڦٽن جون ڪڙيون اکڙي پيون ۽ هڪ شخص بهاني سموري سنڌ جي ماضيءَ کي ياد ڪري

ويٺو. پنجاھ سالن کان ٻہ وڌيڪ وقت ۾ ڪيل پيار جا پورهيا ساريا اٿس ۽ ان ڪتاب ۾ سنڌي سماج ۾ ماڻهپي جي اوسر ۽ عقليت جي فروغ جي خواهش ظاهر ڪئي اٿس. خاص ڪري ڏسبو تہ عام سنڌي ماڻهو جي حالت عوام جي ٻولي، عوام جو ادب ۽ فن ۽سنڌ جي وٽن ٽٽن، جهانگين سانگين ٻنين ٻارن، ڪيئن ڪرن بابت ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿس. هن، انهيءَ ڪتاب ۾ سنڌ ۾ فخر ڪرڻ جهڙيون توڙي لڄائڻ جهڙيون ڳالهيون ٻڌايون آهن ۽ اهو سيڪجھ لکڻ جو مقصد صرف ۽ صرف سنڌ جي ماڻهن ۾ خودشناسي يا پاڻ سڃاڻڻ جو جذبو پيدا ڪرڻ هو.

سنڌ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي زبون حالي ۽ پستيءَ ڏانهن ڌڪجڻ جا گهڻائي ڪارڻ ڏسيا اٿس، جن مان وڏيرا شاهي ۽ پير پرستيءَ تي سڀ کان وڌيڪ چوٽ چنبيا اٿس. ڪيس جنهن ڳالھ جو افسوس سڀ کان وڌيڪ هو، سو اهو تہ وڏيرن ۽ زميندارن وٽ جيترو گهڻو پئسو غريب پورهيتن مسڪين هارين جي محنتن ۽ مزدورن جي ڪري گڏ ٿيو هو، ان مان هو هڪ پتي بہ انهن جي ڀلي لاءِ خرچ ڪونہ ڪندا هئا. زميندارن ۽ جاگيردارن جي حوالي سان چئي ٿو تہ، "هن وٽ لکين ايڪڙ زرعي زمين هئي، جن مان ڪين ڪروڙين رپيا ساليانا ايندا هئا،

انهيءَ آمدنيءَ کي هنن ڪڏهن قومي امانت ڪونہ سمجهيو. ان مان قوم جي تعمير ۽ ترقي تي هنن ڪڏهن هڪ ڪوڏي بہ خرچ ڪانہ ڪئي. ڪنهن قومي تحريڪ ۾ هنن جي هڙان هڪ رپيو بہ ڪونہ نڪتو. مسلمانن جي نوڪرين لاءِ ٺهراءِ ٺاهيندا هئا، ليڪن هنن انهن کي پڙهائڻ تي هڪ پئسو خرچ ڪرڻ بہ هميشہ اصراف سمجهيو. البت ڪليڪٽر ۽ ڪمانيءَ کي ڪنهن چندي چوريءَ جي ضرورت پوندي هئي تہ هڪ اک جي اشاري تي ۽ هڪ معمولي پيغام تي واسرين جا منهن کلي پوندا هئا... زميندارن مسلمانن ۾ تعليم عام ڪرڻ کان چاٽي واٽي اجتناب ڪيو. هنن دانستہ اسڪول، ڪاليج يا بورڊنگ ڪونہ ٺهرايا. هنن جي دلي مراد ۽ مقصد اهو هو تہ سنڌ جو مسلمان نہ پڙهي متان وچولو طبقو پيدا ٿي پوي. غريبن جا ٻار پيا مزوري ڪن ۽ پل پيا ڍور چارين! پڙهندا تہ سندن سامهون اچي ڪرسين تي ويهندا، تنهن ڪري سنڌ اندر پل امير امير رهي ۽ غريب غريب رهي. امير بلند ۽ بالا غريب ماتحت، محڪوم، مجبور ۽ معذور.“

ساڳئي قسم جي شڪايت هنڪي سنڌ جي سيدن ۽ پيرن سان هئي. پير صاحب پاڻ هڪ سيد ۽ پير گهراڻي جو فرد هو، پر هن ڪڏهن بہ پيري مريديءَ کي پسند ڪونہ ڪيو. سندس

خيال هو تہ عام سنڌيءَ جي مظلوميت ۾ پيرن جو وڏو هٿ آهي. هن، سنڌ ۾ نام نهاد يا هٿ ٺوڪين پيرن فقيرن هٿان ابوجهہ ماڻهن جي ابوجهائيءَ جو ناجائز فائدو وٺڻ، مذهب جي نالي ۾ کين ٺڳڻ ۽ نذرانن جي نالي ۾ هنن جي رت پگهر جي ڪمائيءَ تي قبضو ڪرڻ ۽ سندن الہ تلہ ڪٽي وڃڻ کي سخت لفظن ۾ ننديو آهي. دين جي نالي۾ لادينيت جي انهيءَ ڪاروبار کي پاڻ سخت ناپسند ڪندو هو. جن بزرگن، صرفين ۽ ولين دين ۽ شريعت جي صحيح تعليم لاءِ مرڪز ٺاهيا انهن کي غلط استعمال ڪري اتي ٺڳيءَ جا ٺاهہ، اوتارا ۽ اڏا ۽ مسندون بنائي پنهنجن ابن ڏاڏن جي نالي ۾ اهو ڪڌو ڪم ڪرڻ وارن تي ڏاڍا ڇوهہ ڇنڊيا اٿس. پيراٽي وٺ، پيراٽو لولو، پيراٽي ٽڪي، سڪائون، باسون پني مراد جي نالي ۾ غريب مريدن کان سندن پورهئي جي ڪمائي لٽڻ جا ڍونگ عام هئا. لکي ٿو "ماڻهن کي مرعوب ڪرڻ لاءِ عوام جي دلين تي ڏاڪي وهارڻ خاطر مٽيءَ جي قبرن کي سنگ مرمر سان سينگاريو ويو. انهن تي شاندار قبا، روضا ۽ گنبذ ڪڙا ڪيا ويا."

سنڌي ماڻهن کي انهن سيني ڳالهين جو احساس ڏيارڻ ڪانپوءِ وري بئي هنڌ لکي ٿو:

"اهو عالم هو سنڌ جي توهم پرستي ۽ قبرپرستيءَ جو ۽ اهو هو جيئرن تي مئن جو ڌاڪو، جيڪي سالن کان وٺي مٽيءَ سان گڏ مٽي ٿي ويا هئا يا مرگوئي انهن جو مڙهه مهڙ کان ئي مشڪوڪ هو."

پنهنجي قوم جي اهڙن ڪمزور عقيدن بابت ڏاڍي ذڪاري انداز ۾ لکي ٿو "ايمان جي خرابي، عقيدي جي برائي ۽ اسلام کان سراسر انحرافيءَ کان علاوه سنڌي مسلمان مٽي بيان ڪيل ڇٽيهن مدين ۾ مبتلا رهيو آهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ جيڪا آمدني هنگي پنهنجي معاشرت ۽ معيشت جي استحڪام تي خرچ ڪرڻي هئي، سا هن انهيءَ پيري مريديءَ واري گورک ڌنڌي ۾ ضايع ڪري پاڻ کي هميشہ بکيو ۽ ڏکيو رکي ڇڏيو ۽ ان جي مقابلي ۾ درگاهون ۽ پير مرشد هميشہ آباد، هميشہ سرسبز ۽ تازا توانا، بنا مشقت، بنا ڪمائي ۽ سواءِ ڪنهن زحمت جي سيڪجهہ گهر ويٺي ڪين ميسر ۽ مهيا، جڳ پيا ڍرن ۽ سوين پيا سلامي ٿي سجدا ڪن."

اهو سيڪجهہ ڪو ٻيو چوي ها تہ ان جي سچائي ۽ نيت تي شڪ ۽ بغض جو الزام اچي ها، پر اهي ڳالهيون خود هڪ پير مرشد گهراڻي جي فرد واتان چيل آهن، جنهن پنهنجي طبقي کي وڏيڪ ويجهڙائيءَ کان ڏٺو هو ۽ پنهنجي طبقي سان دشمنيءَ

کان وڏيڪ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي محبت ۾ ڇيو. سندن ڏکن سورن ڀرين حياتين کي ڏسي انهن لاءِ ماندو ٿي پيائين. انسانن جو تقدس پائمال ٿيندو ڏسي ڇيائين، پاڻ اسان کي اهو ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪيائين ته جي ڪڏهن ڪنهن انسان کي اسين ايڏي ميچتا ڏينداسين، ڪيس خدا رسول کان به وڏيڪ اهميت ملندي ته هن جو مغز ته خراب ٿيندو... ايڏو اقتدار ايڏي ميچتا اها آمدني، ان تي وري چوويهه ڪلاڪ واندڪائي پوءِ ڇو هو پاڻ ڪمائي ڪائڻ جي ڪندو؟ پوءِ سندس اها ڪوشش رهندي ته ماڻهو ابوجهه ۽ اٻهرهيل ئي رهن ته جيئن سندس اقتدار قائم رهي - اهڙين ڳالهين کي ڏسندي ٻين به ڪيترن عالمن انهن بدعتن خلاف قلم کنيو.

مولانا دين محمد وفائي "توحيد" رسالو جاري ڪيو هو، جنهن ۾ اهڙي لادينيت خلاف جهاد ڪرڻ جو عزم ڪيو هيائين. اهو سلسلو پوءِ "الوحيد" به شروع ڪيو هو ۽ ڪيترن شاعرن به ان سلسلي ۾ شعر ڇپيا. ان دور ۾ انهن سڀني عالمن سان پير صاحب جو تعلق هو. پاڻ چاڪاڻ جو پنهنجي طبقي جي اوڻاين ۽ براين کان چڱيءَ طرح واقف هو، ان ڪري انهن بابت کليءَ طرح لکيائين ۽ عام ماڻهن ۾ شعور ۽ جاڳ ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين. هو هڪ اهڙو سماجي نقاد هو، جنهن

پنهنجي سماج تي تنقيدي نظر وجهي ان کي پڌرو ڪيو ۽ بهتر سماج جوڙڻ لاءِ راهه هموار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هڪ ذميدار اديب ۽ دانشور وانگي پنهنجي لکڻين ذريعي عقل ۽ ماڻهپي ۽ پيار جي فروغ لاءِ پاڻ تي عائد فرض پورو ڪرڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪئي ۽ سنڌي سماج جي تربيت ۽ ترقيءَ لاءِ پنهنجي قلم کي ڪارائتو بنايو.

سندس سهيڙيل ٻه ڪتاب "ماڪ ڦنا رابيل" ۽ "مهراڻ جون موجون" سندس ادبي ذوق جا عڪاس آهن. انهن ٻنهي ڪتابن ۾ مضمون، مقالن ۽ افسانن جي چونڊ سندس ذهني معيار مطابق ٿيل آهي ۽ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. انهن ۾ افسانن ڪانسواءِ ٻولي، ادب سوانح ۽ تاريخ متعلق بهترين مضمون ۽ مقالا چونڊي ڏنل آهن. سنڌي ادب جي تاريخ بابت سندس اردوءَ ۾ لکيل ڪتاب "سنڌي ادب" پڻ مختصر پر جامع ڪتاب آهي، جيڪو ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي.

## تاريخ ۽ تحقيق

پير حسام الدين راشديءَ جو مشهور ڪتاب "ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون" ١٩٨١ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ سندس لکيل اٽڪل ٽيتاليهه (٤٣)اهم ۽ ڪارائتا مضمون ۽ مقالا موجود

آهن ۽ گهڻو ڪري سيئي سنڌ جي تاريخ سان واسطو رکن ٿا ۽ پنهنجن حوالن ۽ حاشين جي ڪري مستند حيثيت رکن ٿا. انهن جا موضوع نہ فقط پير صاحب جي وطن دوستيءَ پر پنهنجي ماضيءَ تي فخر جي جذبي کي ظاهر ڪن ٿا. تاريخ ۽ تحقيق ۾ سندس دلسچپيءَ کي پنهنجو هڪ پس منظر آهي. پاڻ ان دور جي پيداوار هو، جڏهن سنڌي سماج ۾ عربي ۽ فارسيءَ کي ايجا جاءِ مليل هئي ۽ تعليم تربيت جي ابتدا ۾ انهن ٻنهي ٻولين جو هئڻ لازمي سمجهيو ويندو هو. اهو دور جيتوڻيڪ ڌارين جي غلاميءَ جو دور هو، انگريز حاڪمن جو دور هو، پر تاريخي لحاظ کان ڏٺو وڃي تہ اهو پهريون دفعو ڪونہ هو جو سنڌ تي ڌارين جي حڪومت قائم ٿي هئي. سنڌي سماج ان کان اڳ بہ ڌارين تهذيبن جي اثر ۾ رهي چڪو هو. ارغون، ترخان ۽ مغل ڌاريا هئا ۽ هتي حڪومت ڪرڻ دوران پنهنجي ثقافت ۽ تهذيب کانسواءِ فارسيءَ ٻولي کي بہ ماڻهن مٿان مسلط ڪري چڪا هئا... پر خود ڪلهوڙن جي دور توڙي ٽالپرن جي دور ۾ ڌارين ۽ ٻاهرين ٻولين جي بالادستيءَ کي ختم نہ ڪيو ويو ۽ ايئن سنڌ جو سماج فارسيءَ جي اثر کان ايجا جند ئي ڪونہ ڇڏائي سگهيو هو تہ مٿان وري انگريز اچي ڪڙڪيا. هنن سنڌي ماڻهن کي محڪوم بنائي

نفسياتي طرح تہ احساس ڪمتريءَ جو شڪار بنايو، پر ان دور ۾ هڪ چڱي ڳالھ اها ٿي جو انگريزن فارسيءَ جي اثر کي گهٽائي هن سرزمين جي ٻوليءَ کي اهميت ۽ سرڪاري سرپرستي ڏني. سنڌ جي غلاميءَ واري سموري تاريخ ۾ پهريون ڀيرو سنڌي ٻوليءَ کي اهڙي ميٽا ۽ اهميت ملي ۽ انگريزن جي ڪوششن سان موجوده سنڌي "الف-ب" يا صورتخطي نئين سر ترتيب ڏني ويئي. اهو بنيادي ڪم ڪرڻ کانپوءِ عالمي ادب ۽ تجربي مان سنڌي عوام کي فائدو پهچائڻ لاءِ سرڪاري سطح تي ڪوششون ٿيون. جڏهن ڪنهن قوم جي ٻوليءَ کي سرڪاري سطح تي ميٽا ۽ سرپرستي حاصل ٿيندي آهي تہ پوءِ ان جي ترقي ۽ واڌارو اڻ ٽر هوندو آهي. انگريزن سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي زبان جي حيثيت ۾ اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ رائج ڪرڻ لاءِ عملي قدم کنيا، جنهن جي ڪري تمام گهڻي تعداد ۾ سنڌي ڪتاب تيار ٿيا، جن ۾ درسي ڪتابن کان سواءِ ادب ۽ نظم ۽ نثر جا ڪيترائي ڪتاب شامل هئا. ايئن سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي سماج لاءِ ممڪن ٿي سگهيو تہ هو پنهنجو پاڻ سڃاڻن- پنهنجي ماضي، حال ۽ مستقبل بابت سوچين. ايئن سنڌ جي تاريخ بابت معومات حاصل ڪرڻ جا بہ رستا کليا تہ آئيندي لاءِ راهون ۽ رستا گهڙڻ

جو بہ موقعو مليو. عربي فارسيءَ کانسواءِ انگريزي زبان ۾ سنڌ جي تاريخ بابت مواد کي سنڌيءَ ۾ آڻڻ جو بہ رواج پيو.

ماضيءَ بابت ڄاڻڻ يا تاريخ تي ڪم ڪرڻ وارن ۾ پير صاحب جو نالو اهم جاءِ والاري ٿو. لکڻ پڙهڻ تحقيق ۽ کوجنا- اهي ميدان اهڙا هئا جن ۾ هن پڇاڙيءَ تائين پاڻکي مصروف رکيو، ان ڪري هو سنڌ جو اعليٰ پائي جو عالم اديب ۽ دانشور هڪ طرف تہ مشرق جو ميجيل محقق ۽ مؤرخ ٻئي طرف بنجي ويو. پاڻ پنهنجي زندگيءَ جا پنجاهہ کان بہ وڌيڪ سال انهيءَ علمي پورهئي ۾ صَرف ڪيائين، جنهن جو ڦل ڇاليهن کان بہ وڌيڪ ڇپيل ڪتابن ۽ هزارين مقالن ۽ مضمونن جي صورت ۾ موجود آهي. اڻ ڇپيل ڪتابن جا مسوده ۽ مقالا ان کانسواءِ هوندا.

اهڙي ۽ ايتري اڻ ٿڪ ۽ اڻ ورڇ محنت جو مثال تمام گهٽ ملندو، جنهن سان هن پنهنجي ماڻهن جي اجتماعي تشخص کي اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ تاريخ جي گم ٿيل ورقن کي ڳولي سهيڙي سنڀالي قوم اڳيان آندو، ڇاڪاڻ جو کيس خبر هئي تہ تاريخ جي ڄاڻ اها قوت آهي، جيڪا استعمال ڪرڻ سان انسان پنهنجي سوچ ۽ خيال کي ترقي وٺرائي پنهنجي حال ۽ مستقبل کي بدلائي سگهي ٿو، اڳيان وڌائي

سگهي ٿو. ڪمزور، هيٺيو منجهيل ۽ موڙهل قومون تاريخ جي ايياس مان اهو سبق سکي سگهن ٿيون ته قومي ٻڌيءَ ۾ قومن جي ڪاميابي لڪل هوندي آهي. جنهن قوم جا ماڻهو پاڻ ۾ ٻَڌي نٿا ڪن، ڇڙو ڇڙ آهن اها قوم دنيا جي نقشي تان مٽجي ميسارجي ويندي آهي. اهو ئي تاريخ جو سبق آهي ۽ اهو ئي قومي شناس جو ۽ پاڻ سڃاڻڻ جو سبق آهي، جيڪو سنڌ جي هن عظيم تاريخ دان ڏيڻ ٿي چاهيو!

ٻي ڳالهه جيڪا تاريخ جي حوالي سان پنهنجن ماڻهن تي پڌري ڪرڻ چاهيائين سا اها ته علم... پوءِ اهو ڌرتيءَ جو علم هجي يا آسمانن جو، هر علم انساني ذهن کي اڳتي وٺي ويندڙ ٿئي ٿو، ترقيءَ ڏانهن نيئي وڃي ٿو، ۽ سماج جي سڌار، معاشري جي اصلاح ۽ انسانن جي اوج جو ذريعو بنجي ٿو سگهي... ته علم سجاڳي آهي، جنهن سان جهالت جي اگهور ننڊ ٽٽي ٿي. سمجهه سوجهرو آهي، جنهن سان اڻوجهائي جي اوندهه نابود ٿئي ٿي. ڄاڻ اها ساڃاهه آهي، جنهن سان اڻ ڄاڻائيءَ جا سڀ دوڪا دولاب واٽڪا ڪري، نڀيءَ جا ناهه ۽ بديءَ جا بت ٽوڙي سگهجن ٿا.

پير صاحب جڏهن چين ۽ وچ ايشيا ويو ته اُتي جون تاريخي جايون ۽ علمي مرڪز وڃي ڏٺائين، سڀ ڪان وڏيڪ

دلچسپيءَ سان هن ايران جي تاريخ تي ڪم ڪيو. ان سلسلي ۾ ڪيترائي ڀيرا ايران ويڻ ٿيس. فارسي زبان جي ڄاڻ ۽ ايران جي تاريخ سان دلچسپيءَ ڪيس اتي جي علمي حلقن ۾ تمام گهڻو مان ڏياريو. شهنشاه ايران ڪيس ايران جو وڏي ۾ وڏو اعزاز "نشان سپاس درجهِ اول" ڏنو. سو بہ ٻہ ڀيرا هڪ ١٩٦٢ع ۽ ٻيو ١٩٦٦ع ۾. اهڙو انعام سڄي هندستاني اپکنڊ ۾ صرف هڪڙي ٻئي ماڻهوءَ پروفيسر هادي حسن کي مليو.

تهران يونيورسٽيءَ ڪيس ڊاڪٽريٽ جي ڊگري ڏني، پر ڪڏهن بہ پاڻ کي ڊاڪٽر ڪونہ سڏايائين. ڪيڏي نہ عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ آهي اها ڳالھ تہ جيڪو ماڻهو پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن ڪنهن اسڪول، ڪاليج يا يونيورسٽيءَ ۾ ڪونہ پڙهيو، تنهن کي هڪ ٻاهرين يونيورسٽيءَ وڏي ۾ وڏي ڊگري ڏئي ڇڏي.

هن روس، چين، عراق، لبنان، شام، افغانستان، مصر، لنڊن ۽ ايران جا ڪيترائي سرڪاري دورا ڪيا.

پاڪستان ۾ رڳو سنڌيءَ جي حوالي سان نہ پر اردوءَ ۾ تحقيق ۽ تصنيف جي حوالي سان پڻ ميحتا ماڻيائين. سن ١٩٦١ع ۾ تڏهوڪي صدر ايوب خان ڪيس "ستاره امتياز" جو تمغو ڏنو،

پر پاڻ اهو چئي قبول نہ ڪيائين تہ هڪ غاصب جوڊنل اعزاز ڪا عزت ڪونہ ٿو بخشي سگهي، مرڳو ڪنهن ماڻهوءَ جي لاءِ بي عزتيءَ جو باعث آهي. هو هڪ وطن دوست، ترقي پسند ۽ سمجهدار اديب هو، جنهن کي ڪنهن سند ۽ صلي جي ڪا پرواهہ ڪانہ هئي.

پاڻ ڪيترن علمي ادبي ادارن جو باني، ميمبر يا سرگرم ڪارڪن هو. جن ۾ ١٩٥٠ع ۾ سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جي نئين سر جوڙجڪ ڪري ان کي "سنڌي ادبي بورڊ" جو نالو ڏنو ويو، تنهن ۾ پاڻ ١٩٥٣ع کان وٺي پڇاڙيءَ تائين ميمبر رهيو.

انجمن ترقي اردو بورڊ نهيو، تہ ان ۾ بہ کيس رکيو ويو ۽ پڇاڙيءَ تائين هو ان جو ميمبر رهيو. اردو ڪاليج جو بہ بنيادي ميمبر هو. لياقت نيشنل لائبريري (جنهن کي هاڻي لياقت ميموريل لائبريري چيو وڃي ٿو.) جڏهن کان قائم ٿي، پير صاحب کي ان جي صلاحڪار ڪاميٽيءَ تي رکيو ويو. ١٩٥٨ع ۾ نيشنل ميوزيم لاءِ جيڪا ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، ان جو بہ پاڻ ميمبر هو.

ڪراچي يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ ڪائونسل تي ١٩٥٧ع کان ميمبر رهيو. ۽ انجي انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل ايند

ويسٽ ايشين اسٽڊيز“ جو پايو وجهڻ وارن مان هڪ هو.

۱۹۶۳ع کان سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ۽ سينڊيڪيٽ جو پڻ ميمبر هو. ۱۹۶۴ع ۾ سنڌ اڪيڊميءَ کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ جهڙي اعليٰ اداري ۾ تبديل ڪرڻ ۾ پير صاحب عملي حصو ورتو. ان ڪري سنڌس وفات کانپوءِ ان ۾ سنڌس نالي تي هڪ جدا ڀاڱو رکيو ويو آهي، جنهن ۾ سنڌس ڪتاب، قلمي نسخا فوٽوگراف موجود آهن، جيڪي پاڻ سنڌ الاجيءَ لاءِ وقف ڪري ويو هو. اقبال اڪيڊمي ۽ يادگار غالب اداري سان وابستگيءَ کان سواءِ لاهور يونيورسٽي جي ريسرچ سوسائٽي آف پاڪستان جو ۱۹۶۳ع کان ميمبر هو. پاڻ پاڪ روس دوستيءَ واري ايسوسي ايشن جو ڪجهه وقت صدر به رهيو ته پاڪ ايران ڪلچرل ايسوسي ايشن جو نائب صدر نوَ سال رهيو.

۱۹۵۹ع ۾ پهريون ڀيرو پير صاحب کي دل جو دورو پيو. ان کان پوءِ سنڌس صحت خراب رهڻ لڳي هئي ته به هن علمي ادبي يا تحقيقي ڪم بند ڪونه ڪيو. پڇاڙيءَ ۾ ڪينسر جهڙي موذي مرض اچي ورتس، جنهن سبب ڏکي عرصي تائين بيمار رهڻ کانپوءِ ۷۴ سالن جي عمر ۾پهرين اپريل ۱۹۸۲ع تي وفات ڪيائين، پاڻ بي اولاد هو، پر پنهنجي وڏي ڀاءُ پير علي

محمد راشدي جي اولاد کي هميشہ پنهنجو اولاد ڪري ڀانيائين.

هو جيتوڻيڪ اڄ اسان ۾ ناهي تہ بہ ايئن چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هو هميشہ زنده رهندو. سندس علمي ادبي ڪارناما ڪيس موت کانپوءِ بہ هميشہ سنڌ تہ ڇا پوري پاڪستان جي ماڻهن جي دلين ۾ زنده رکندا ۽ سنڌي ماڻهو سندس خيالن ۽ سوچ مان اتساهہ حاصل ڪندا رهندا.

هن ڌرتيءَ جو هي سچو ۽ سياڻو سپوت، مڪليءَ جي تاريخي قبرستان ۾ آرامي آهي.

ننگر ۽ ناڙيون ڀڳم ڪٽي پنڌ پيا

بندر بازاريون، سيحا سامونڊين ريءَ.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاڙُهو، پاڇوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)